# مخدوم محمد معين ٺٽويءَ جو مدرسو ۽ تدريس
# MADRASAH AND TEACHINGS OF MAKHDOOM MOEEN

ڊاڪٽر محمد انس راڄپر *
ڊاڪٽر حافظ زين العابدين **
**DIO:** 10.6084/m9.figshare.3412690
**Link:** https://dx.doi.org/10.6084/m9.figshare.3412690.v1

**ABSTRACT:**
*Makhdoom Muhammad Mu'een Thatvi is regarded by the historian as one of the prominent and profound Islamic scholar of twelfth Century AH. His life and works have been adequately studied and examined by the learned scholars. This paper specifically studies in to his main contribution towards disseminating Islamic education in this region. In order to achieve this noble cause, he established a high level religious seminary having boarding and lodging facility, where he dedicated all his life to teaching and mentoring scholars. Despite the scarcity of financial resources, he Through this academic activity he was successful in preparing great scholars of the day and produced considerable number of books in the field.*
**KEYWORDS:** Madrasah, Teachings, Makhdoom Moeen, Thata, Sindh
ڪليدي لفظ : مدرسو، تدريس ، مخدوم معين ، ٺٽوسنڌ

برصغير سنڌ ۽ هند جي سرزمين هونءَ ته صدين کان علم، ڏاهپ ۽ تهذيب جو مرڪز رهي آهي، پر اسلامي دور ۾ هندستان علمي مرتبي ۾ ٻين اسلامي ملڪن کان ڪنهن به قيمت تي گهٽ نه رهيو آهي. علم حديث ۾ هندستان جيڪو اسلامي ملڪن ۾ رتبو حاصل ڪيو، تنهن جو اندازو علامه رشيد رضا مصريءَ جي هنن لفظن مان لڳائي سگهجي ٿو:

”لولا عنايت اخواننا علماءَ الهند بعلوم الحديث في هذا العصر لقضيٰ عليها بالزوال من امصار الشرق فقد ضعفت في مصر والشام والعراق والحجاز من القرن

* ٽيچنگ اسسٽنٽ شعبه اسلامڪ ڪلچر،سنڌ يونيورسٽي ڄامشور برقي پتو: manas_raper@yahoo.com:
** اسسٽنٽ پروفيسر ، انسٽيٽيوٽ آف لينگوئجز ، يونيورسٽي آف سنڌ ڄامشورو
برقي پتو:ziaullah.rahmani@iiu.edu.pk

العاشر للهجرة حتي بلغت منتهي الضعف في اوائل القرن الرابع عشر."

(جيڪڏهن علم حديث تي اسان جي هند جي علماءَ ڀائرن جي هن دور ۾ مهرباني نہ ٿئي ها تہ ان تي اوپر جي ملڪن ۾ زوال اچي وڃي ها. ڇاڪاڻ تہ مصر، شام، عراق ۽ حجاز ۾ ڏهين صدي هجريءَ کان ڪمزوري پيدا ٿي چڪي هئي، ايستائين جو چوڏهين صدي هجريءَ جي اوائل ۾ تہ اهو ضعف ۽ ڪمزوري ڪمال کي وڃي پهتي.) (١)

علم حديث بابت هندستان جي اهڙن ڪارنامن جو ذڪر ڪندي مولانا مناظر احسن گيلانيءَ لکيو آهي تہ:

هيءُ هندستان ئي هو. جنهن اسلام جي اچڻ جي پهرين صديءَ جي شروع ۾ ئي هڪ نہ پر ڪوڙ معتبر ڪتاب فن حديث ۾ پيش ڪيا. بخاريءَ جو شرح، مصباح الدجيٰ، مشارق الانوار ۽ صحابہ جي معرفت ۾ "درة السحابہ" (٢)

برصغير هند ۽ سنڌ ۾ اسلام پنهنجي اوائلي دور ۾ ئي سنڌ جي رستي داخل ٿيو هو. ان ڪري علمي طور خاص ڪري علم حديث ۾ سنڌ اوائلي اسلامي دور کان هند جي ٻين خطن جي ڀيٽ ۾ قدري وڌيڪ خدمتن ڏيڻ جو اعزاز ماڻيو. مولانا مناظر حسن گيلاني جي چوڻ موجب هندستان جتي علم حديث ۾ ڪوڙ تصنيفون پيش ڪيون اتي سنڌ اهڙا محدث ۽ اعليٰ پائي جي سگهارا (ثقات) راوي اسلامي دنيا کي ڏنا جن کان ڪوڙ وڏن مشهور محدثن روايتون ورتيون. ايستائين جو ڪي محدث تہ اهي آهن، جن کان بخاري ابو داود ۽ نسائي جهڙن صحاح ستہ جي مصنفن روايتون نقل ڪيون آهن. جيڪي محدث امام بخاريءَ جي استاد حميدي ۽ زهريءَ جهڙن محدثن کان بہ وڏي پائي جا هئا. سنڌ کي هيءَ فضيلت ڪيئن حاصل ٿي؟ مولانا رياست علي ندوي اعظم ڳڙهہ وارو لکي ٿو:

"سنڌ هندستان ۾ سڀ کان پهريون اسلامي ملڪ آهي، جنهن تي مسلمانن پهرين صدي هجريءَ جي آخر ۾ اچي قبضو ڪيو. انهيءَ قبضي جي وقت جيڪي قيدي گرفتار ڪري عراق ۽ عرب اماڻيا ويا، انهن مان ڪن اتي وڃي آزادي حاصل ڪئي ۽ انهن اهي علمي ۽ سياسي مرتبا حاصل ڪيا، جيڪي اڳ صرف فاتح قوم کي ئي حاصل هئا." (٣)

سنڌ انهيءَ اوائلي دور کان وٺي تيرهين چوڏهين صديءَ تائين علم سان مالامال رهي آهي.ڪيترائي عالم ، محدث ۽ فقيہ پيدا ٿيا آهن، اهڙن عالمن مان مخدوم محمد معين ٺٺوي بہ هڪ هو. ١٠٩٣هجريءَ ۾ ٺٽي ۾ ڄائو. (٤) ٺٽي ۾ ئي مخدوم عنايت الله بن فضل الله (وفات ١١١٦هہ) وٽ پڙهيو.(٥) مڪي جي مفتي شيخ عبدالقادر صديقي، شيخ ابوطاهر ڪردي ۽ شاه ولي الله دهلويءَ کان حديث جي اجازت حاصل ڪيل هئس.(٦)

مخدوم موصوف جو دور بہ علمي حوالي سان سنڌ جو سونهري دور هو. سنڌ ۾ ان وقت ڪيترائي مدرسا, مڪتب ۽ انهن ۾علمي خدمتون ڏيندڙ استاد ۽ محدث موجود هئا.

ڪپتان هملٽن يورپ جو هو. سياحت جي خيال سان ، ١١١١ هجريءَ مطابق ١٦٩٩ع ۾ سنڌ ۾ آيو. جڏهن مخدوم محمد معين اندازن سترهن ارڙهن سالن جو هو. ۽ ضرور ان وقت ٺٽي جي ڪنهن مدرسي جوشاگرد هو. هملٽن لکي ٿو:

"ٺٽي جو شهر دينيات, لسانيات ۽ سياسيات جي تدريس ۽ تعليم جي سلسلي ۾ بهترين شهرت جو مالڪ آهي. هتي چار سئو ڪاليج آهن. جن ۾ ٻارن کي انهن علمن جي تعليم ڏني ويجي ٿي." (٧)

مولانا غلام رسول مهر تاريخ سنڌ ۾ لکيو آهي تہ: "ان زماني ۾ ٺٽي جي آدمشاري لڳ ڀڳ ٻن لکن ۾ هئي. ۽ ٻن لکن جي آباديءَ لاءِ چار سئو مدرسا ان دور جي علمي عظمت جي مضبوط شاهدي آهن. فريد بکري, جنهن پنهنجو ڪتاب "ذخيرة الخوانين" هملٽن کان پنجويهہ سال اڳ مرتب ڪيو هو. ان ۾ موصوف ٺٽي کي عراق ثاني سڏيو آهي. لکي ٿو:

"الله جي ولين, فاضلن ۽ شاعرن جو ظهور بہ هتي تعداد کان گهڻو ٿيئي ٿو... جيتوڻيڪ هن وقت اها رونق نہ رهي اٿس, پر تڏهن بہ ٻين شهرن کان ممتاز حيثيت رکي ٿو. علم نحو صرف, فقهہ ۽ نظم هن شهر ۾ گهڻو آهي. ڇئي سگهجي ٿو تہ هتي جو عراق ثاني آهي." (٨)

ٺٽو جيڪو ان دور جو عراق ثاني هو. تنهن ۾ هي چار سئو ڪاليج ڪهڙن نالن سان؟ ڪٿي هئا؟ ۽ انهن ۾ ڪهڙا ڪهڙا استاد عالم ۽ ماهرين فن استاد هئا. اهو تفصيل البتہ معلوم نہ ٿي سگهيو آهي. پر ان دور جي سنڌ جي عالمن, اديبن ۽ شاعرن جي تذڪرن جي ڪتابن منجهان, جن جن عالمن جي تذڪري ۾ انهن جي صاحب ارشاد هئڻ ۽ ڪانئن ڪن جي پڙهائڻ ۽ سکڻ جا اشارا ۽ اهڃاڻ ملن ٿا, تنهن مان اندازي طور چئي سگهجي ٿو تہ انهن جا ضرور ڪي ننڍا يا وڏا مدرسا ۽ مڪتب موجود هوندا ۽ انهن وٽ بهترين ڪتب خانا بہ ضرور هوندا. پير حسام الدين راشدي مرحوم لکيو آهي: تہ انهن مان هر بزرگ جو مهمان خانو (يا مردانہ) دارالمصنفين ۽ ندوة المصنفين هوندو هو. ۽ هر استاد ۽ عالم جو مدرسو "دارالعلوم ديوبند" ۽ "ندوة العلماء" هو. (٩) قانع تحفة الڪرام ۾ ٺٽي جي مختلف طبقن جي ماڻهن جو الڳ الڳ ذڪر ڪيو آهي. علماءَ پرهيزگارن ۽ صالحن جي طبقي ۾ جن لاتعداد عالمن, محققن, مدرسن ۽ مڪتبن جو ذڪر آهي, سي پڻ سڀ صاحب مدرسہ هئا. هن طبقي ۾ مخدوم عثمان ٺٽوي(١٠) جو گهراڻو اهڙو ڏسجي ٿو. جنهن بابت چئي سگهجي ٿو تہ هي گهراڻو مدرسي ۽ مڪتب جو صاحب هو. (١١)مخدوم حامد ۽ سندس فرزند مخدوم صابر جو بہ قانع ٺٽي جي عالمن جي طبقي

۾ ذڪر ڪيو آهي، جيڪي جيد عالم هئا. اهي پڻ صاحب مدرسہ ۽ صاحب مسند هئا. اڳتي هلي مخدوم صابر جي پٽ جو پٽ مخدوم حامد پيدا ٿيو جيڪو مخدوم محمد محمد معين جو همعصر آهي، مخدوم محمد معين جي هڪ رسالي "غايت ما ظهر لاضعف الانام في ان الڪلام المحتمل لايوجب الاسلام" جي آخر ۾ ڪاتب هن جي مخدوم معين جي تائيد ۾ فتوي بہ ڏني آهي، جنهن مان سندس علمي مقام واضح ٿئي ٿو. (١٢) قاضي محمد قاسم جو گهراڻو بہ ٺٽي جو اهل علم گهراڻو هو. هن گهراڻي جي نسل ۾ محمد افضل نالي ٺٽي جو مشهور ۽ معروف عالم گذريو. (١٣)مخدوم ابوالقاسم نقشبندي، (١٤) مخدوم آدم جو وڏو خليفو ۽ ٺٽي ۾ مرشد ڪان پوءِ نقشبندي سلسلي کي وڏي اوج تي پهچائڻ وارو شخص ۽ مخدوم معين جو مرشد هو. ان جو بہ مدرسو هو. وٽائنس ڪيترن ئي طالب علمن مڪمل فيض پرايو. ميان احمد ڪتابي، جنهن جو پيءُ مخدوم اسحاق اصل گجرات جو هو. مخدوم اسماعيل سومري جو اچي مريد ٿيو. پوءِ ٺٽي آيو. علمي ۽ عملي ڪمالن ۾ ملڪان ملڪ مشهور هو ان جو بہ مدرسو هو. جنهن کي پوءِ سندس فرزند ميان محمد نهايت خوبصورتيءَ سان آراستہ رکيو. هيءَ مدرسو مخدوم معين جي بالڪپڻي واريءَ عمر ۾ قائم هو. (١٥) مخدوم فضل جو هڪ پٽ حافظ قرآن هو ۽ ڪيترن ئي طالبن کي فيض پهچايائين. (١٦)ٺٽي ۾ نقشبندي سلسلي جي پهرئين بنياد رکندڙ مخدوم آدم جي پاءُ مخدوم علي احمد عرف قمري جو اولاد بہ صاحب مدرسہ هو. مخدوم رحمت الله لاءِ بہ قانع لکيو آهي تہ مدرس ۽ علمي ڪمالن جو مجموعو هو. (١٧) مخدوم طالب الله مدرس بہ صاحب مدرسہ هو. قانع لکيو آهي تہ عالمگير بادشاه(١٨) جي حضور ۾ موصوف پنهنجي پٽ کي موڪليو. جتان کيس ڏهہ هزار درهم اولاد جي معاش لاءِ، هڪ روپيہ روزانہ مدرسي جي خرچ لاءِ مليا. (١٩)محمد معين جو پيءُ مخدوم محمد امين بہ وڏو معتبر عالم هو جنهن وٽ مخدوم معين شروعاتي تعليم ۽ تربيت حاصل ڪئي. مخدوم عنايت الله بن فضل الله ٺٽويءَ جو بہ مدرسو هو. مخدوم عنايت الله مٿي ذڪر ڪيل ميان احمد ڪتابي جي مدرسي جو شاگرد هو. مخدوم معين ۽ مخدوم ضياءَ الدين سندس شاگرد هئا. قانع لکيو آهي تہ: پنهنجي وقت جو هڪ صاحب ارشاد معلم ٿي گذريو آهي (٢٠) وڏيڪ غور ۽ فڪر ڪرڻ سان، ان ڪان سواءِ بہ ڪيترائي مدرسا ڳڻائي سگهجن ٿا.

### مخدوم محمد معين جو مدرسو:

مخدوم محمد معين پنهنجي وقت جو نامور محقق، مڙني فنون ڪمال جو ماهر ۽ وقت جو علامہ ۽ زماني ۾ لاجواب هو. جيئن مخدوم معين ڪان اڳ وارو دور ٺٽي شهر ۾ علم ادب جو دور هو تيئن مخدوم موصوف جي پنهنجي دور ۾ بہ ٺٽي شهر ۾ گهٽيءَ گهٽيءَ ۾ مدرسا مڪتب ۽

نامور استاد علم جا واهڙ وهائي رهيا هئا. مخدوم محمد معين جو مدرسو ان دور جي سينې مدرسن مان نمايان هو جنهن ۾ متداول علمن جي تدريس جو اعليٰ انتظام هو. معقولي توڙي منقولي علمن جو هيءُ مدرسو مرڪز هو. مدرسو عربي فارسي فلسفي، الاهيات، نجوم، موسيقي، نحو صرف، فقہ، حديث فتوي، تصوف ۽ عرفان جي تدريس جو اعليٰ مرڪز هو مولانا عبيدالله سنڌيؒ(٢١) لکيو آهي تہ مخدوم محمد معين جو گهر هتي ٺٽي ۾ هو.... ان شاه ولي الله کان استفادو ڪيو هو. ان طرح هيءُ شهر اسان جي حڪمت (ولي اللّهي) جو شروع زماني کان مرڪز رهيو آهي." (٢٢) مولانا جو مقصد آهي تہ مخدوم موصوف جو مدرسو الاهيات جي فلسفي ۽ فلسفي جي ٻين موضوعن جي حوالي سان ولي اللّهي فلسفي جو مرڪز هو.

مخدوم موصوف جي مدرسي جون اهي ئي اعليٰ علمي سرگرميون هيون جن جي پيش نظر قانع مقالات الشعراءَ ۾ لکيو تہ: مدرسہ علمي باحسن وجہ پيش ايشان گرم بود"

(علمي مدرسو سندس آڏو سهڻي طريقي تي سرگرم عمل هو). (٢٣)

اهڙي طرح مخدوم موصوف جي درس ۽ تدريس جون اهڙيون خدمتون ۽ محنتون ئي هيون، جن جي نتيجي ۾ ڪيترائي علم جا پياسا علم سان سيراب ٿي مفتي ۽ مدرس بنيا. قانع لکيو آهي:

بسياري بہ درس وافاده او صاحب مدرسہ و فتوي گرديده.

(سندس درس ۽ استفادي جي ذريعي ڪيترائي مدرسي ۽ فتوا جا صاحب بنيا)

مخدوم موصوف جو مدرسو جيئن تہ پنهنجي دور ۾ پري پري تائين شهرت رکندو هو ان ڪري سندس مدرسي ۾ مقامي شاگردن سان گڏ مسافر طالب علم بہ پري پري کان اچي داخل ٿيندا هئا. انهن مسافر طالب علمن جي کاڌي خوراڪ ۽ رهائش جو انتظام مخدوم موصوف جي پنهنجي ذمي هوندو هو. قانع مقالات الشعراء ۾ ان باري ۾ هيءُ مختصر لفظ تحرير ڪيا آهن:

معونت تلامذي مسافر وابستہ ذمت همت خود داشت. (٢٤)

مسافر طالبن جي معاونت سندس ذمي هئي.

## درس و تدريس:

مخدوم موصوف پنهنجي مدرسي ۾ پاڻ، مروج نصاب درس جا ڪتاب پڙهائيندا هئا. مخدوم موصوف دراسات ۾ پنهنجي هدايہ پڙهائڻ جو تذڪرو ڪيو آهي. جتي امام اعظم ابو حنيفہ بابت بحث ڪندي لکيو اٿس:

مون الحمدلله سندن صنعت نظريءَ جو ذائقو ان وقت چکيو آهي، جڏهن مون وٽ سندس فقہ جو ڪتاب، هدايہ (شاگردن طرفان) پڙهيو ويو. (٢٥)

مخدوم موصوف کي اها شڪايت رهي تہ هندستان ۾ سنڌ سميت هر هنڌ علم حديث ۾

مشڪواة ڪان مٿي ڪو بہ حديث جو ڪتاب نہ ٿو پڙهايو وڃي. مخدوم موصوف کي انهيءَ احساس علم حديث تي مختلف رسالن لکڻ تي بہ آماده ڪيو. "دراسات اللبيب" بہ موصوف عمل بالحديث جي موضوع تي ان ئي جذبي تحت تصنيف ڪيو. سندس انهيءَ جذبي ضرور کيس ان تي بہ آماده ڪيو هوندو تہ پنهنجي مدرسي ۾ پاڻ حديث جا مختلف ڪتاب شاگردن کي پڙهائي. مخدوم موصوف پنهنجي بخاري شريف پڙهائڻ جو ذڪر پنهنجي هڪ رسالي "اڪسير الهداية والنفع في جمع احاديث الرفع" ۾ فصل پهرئين جي هڪ تذنيب ۾ فائدي جي عنوان هيٺ ڪيو آهي. موصوف مڪاشفي ذريعي شيخ اڪبر محي الدين ابن عربيءَ جي نبي صلى الله عليه وسلم جن کان ختم بخاريءَ وقت پڙهڻ دعا جو ذڪر ڪيو آهي. ان تحت لکيو اٿس تہ:

هن فقير کي بہ ختم بخاري طلباءَ کي پڙهائڻ وقت اها دعا پڙهڻ جي سعادت نصيب ٿي آهي. والحمد لله علي ذالڪ والمنة لرسولہ" (٢٦)

## مخدوم موصوف جا شاگرد:

مدرسي مان مخدوم موصوف وٽان ڪيترن ئي شاگردن فيض پرايو هوندو. قانع جي لفظن مطابق سندس مدرسي مان سندس درس ۽ تدريس ۽ عام فيض مان جيڪي ڪيترائي مدرسي ۽ فتوي جا صاحب بنيا. موصوف جي تن ڪيترن ئي شاگردن جو اسان کي پتو نہ پئجي سگهيو آهي. صرف چند شاگردن جو معلوم ٿي سگهيو آهي. جيڪي هيٺ ذڪر ڪجن ٿا.

## مخدوم محمد هاشم:

محمد هاشم پٽ عبدالغفور پٽ عبدالرحمان پٽ عبداللطيف پٽ عبدالرحمان پٽ خيرالدين سنڌي بنورائي پوءِ بهرام پوري پوءِ ٺٽوي (٢٧) اصل ۾ ڳوناٽو ۽ ڀهراڙيءَ جو رهاڪو هو (٢٨) يعني ٺٽي جي آس پاس جي ڀهراڙيءَ جو رهاڪو هو. سندس اصل ولادت بنوري ۾ ٿي (٢٩) تڏهن بنورائي سڏيا ويا. جو سندس وڏڙا بنوري جا رهاڪو هئا.

مخدوم صاحب جي استادن ۾ ڪجهہ تذڪري نگارن مخدوم محمد معين کي بہ شامل ڪيو آهي. ڪن وري ماڻهين مخدوم صاحب کي مخدوم معين جو استاد قرار ڏنو آهي. اعجازالحق قدوسيءَ تذڪره صوفياءَ سنڌ ۾ لکيو آهي: تہ حديث جي تعليم مخدوم معين ٺٽي جي مشهور عالم مخدوم محمد هاشم کان حاصل ڪئي. (٢) هيءَ راءِ مخدوم صاحب جي پٽ مخدوم عبداللطيف ۽ پوٽي مخدوم ابراهيم جي حوالن جي بنياد تي قائم ڪيل آهي. مخدوم ابراهيم القسطاس المستقيم (قلمي عربي) ۾ لکيو آهي: تہ مخدوم معين حديث جو علم منهنجي ڏاڏي عارف محدث عالم مخدوم محمد هاشم کان حاصل ڪيو" (٣)

مولانا دين محمد وفائي لکيو آهي: تہ حضرت مخدوم محمد هاشم حديث جي سند

مخدوم محمد معين کان حاصل ڪئي. (۴) ۽ علامہ غلام مصطفيٰ قاسمي صاحب لکيو آهي, تہ مخدوم محمد هاشم پنهنجو هڪ رسالو "ڪشف الغطاء" مخدوم محمد معين جي رد ۾ لکيو آهي, جتي مخدوم معين کي پنهنجو استاد سڏيو اٿس" هن راءِ جو اصل بنياد مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ جو پنهنجو تصنيف ٿيل رسالو ڪشف الغطاء آهي. رسالي ۾ مخدوم محمد معين لاءِ مخدوم هاشم, چاڪاڻ تہ سندس رسالي جو رد لکي رهيو هو ان ڪري معذرت ڪندي رد جو جواز بيان ڪندي هن طرح لکيو آهي:

"الله جي دين جي معاملي ۾ ڳالهائڻ (تنقيد ڪرڻ) شرعي طور توڙي عرف ۾ قابل ملامت ڪونهي, چو نہ اڪابرن ۽ استادن مٿان ڪرٽي پوي, ان ئي ڪري امام محمد بن الحسن شيباني مؤطا ۾ امام مالڪ بن انس جي مٿان تنقيد ڪئي آهي."ڪتاب اختلاف اهل المدينہ والڪوفة" ۾ ۽ ٻين ڪوڙ ڪتابن ۾ ڪوڙ مسئلن جي باري ۾ موصوف سندس اجتهاد جي خلاف اجتهاد ڪيو آهي. باوجود ان جي تہ ان ڪانئس وڏي عرصي تائين حديث جي تحصيل ڪئي آهي. جيئن اها ڳالهہ معلوم آهي. الله جي دين جي معاملي ۾ ڳالهائڻ (تنقيد ڪرڻ) جيئن تہ قابل ملامت ڪونهي, ان ڪري مون پڻ ڪن سوالن جي, ذڪر ڪرڻ جي جرئت ڪئي آهي. جيڪي منهنجي دل ۾ "سيدنا و مولانا و شيخنا المستغني عن الاطالة في المقال سلمہ تعاليٰ وابقاه" جي رسالي مان پيدا ٿيا آهن. ان مان منهنجي مراد سندن مخالفت ۽ رد ڪرڻ نہ: بلڪ ڪانئن سوال ڪرڻ ۽ ان ڏانهن رجوع ڪرڻ آهي. (٣٠)

مخدوم محمد معين هڪ رسالو غايت مدارج الفڪ لعقدة قولهم اليقين لايزول بشڪ" لکيو آهي رسالي ۾ موصوف پنهنجي مدعا بيان ڪندي جڏهن هڪ نتيجي تي پهتو آهي تہ ان جڳهہ تي حاشيہ ۾ ان جي جواب ۾ مخدوم محمد هاشم ٺٽوي مطالعي دوران هڪ نوٽ لکيو آهي. جنهن نوٽ ۾ مخدوم محمد هاشم, مخدوم معين کي "سيدي و مولاي سلڪم الله تعاليٰ"(٣١) جي لفظن سان مخاطب ڪيو آهي. جيتوڻيڪ مخدوم محمد هاشم ڪن جڳهين تي مخدوم معين کي پنهنجو معاصر ڪري بہ سڏيو آهي. سنڌالاجيءَ ۾ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ صاحب جي ڪارنر ۾ مخدوم محمد هاشم جو ڪتاب نالي" الحجة القوية في حقيقة القطع بالافضلية" موجود آهي. مخدوم محمد هاشم ان ڪتاب جي تاليف جا بہ سبب بيان ڪيا آهن. هڪ سبب جاٽايل مسئلي بابت قرآن ۽ حديث جا دليل پيش ڪرڻ ۽ ٻيو سبب هن طرح جاٽايو آهي:

"ٻيو سبب آهي هڪ همعصر جي ترديد ڪرڻ, جنهن اهل سنت جي, افضليت جي مسئلي ۾ مشهور ترتيب جي مخالفت ڪئي آهي. ۽ رافضين سان موافقت ڪئي آهي." (٣٢)

پر همعصر هئڻ جو مطلب اهو ناهي تہ بہ همعصر هڪ ٻئي جا استاد شاگرد نہ ٿا ٿي

سگهن. بهرحال جڏهن اسان جي آڏو مخدوم محمد هاشم جو پنهنجو واضح بيان موجود آهي، جنهن ۾ مخدوم معين کي موصوف پنهنجو استاد ۽ شيخ سڏيو آهي، ته پوءِ ٻين ڳالهين جي ان جي مقابلي ۾ اهميت نه ٿي رهي. البته ايترو چئي سگهجي ٿو ته شايد اڳتي هلي، منجهن سخت مباحثا هلي گهڻو پيچيده ٿيا آهن، تڏهن مخدوم محمد هاشم جي تحريرن ۾ مخدوم معين لاءِ رڪائيءَ جو رويو پيدا ٿيو آهي.

مخدوم معين جي، مخدوم محمد هاشم جي استاد هجڻ لاءِ مخدوم هاشم جي سندس حوالي جي بنياد تي ان جي توثيق کان پوءِ هڪ اهڃاڻ طور هيءَ ڳالهه به اهميت جوڳي آهي، ته مخدوم محمد هاشم جي استادن ۾ مخدوم ضياء الدين جو نالو موصوف جي شروعاتي استادن ۾ شامل آهي، جنهن وٽ مخدوم موصوف ٺٽي ۾ اچي پڙهيو هو. اهو مخدوم ضياءَ الدين ۽ مخدوم معين ٻئي هم عمر هئڻ سان گڏ هڪ استاد مخدوم عنايت الله جا شاگرد به آهن (٣٣) ۽ ان دور ۾ ٺٽي ۾ مخدوم معين جو مدرسو پڻ شهرت يافته هو. جنهن مان اندازو ڪري سگهجي ٿو ته ان زماني ۾ مخدوم محمد هاشم مخدوم معين وٽ به اچي پڙهيو هجي.

## شيخ محمد حيات سنڌي:

شيخ محمد حيات جي پيءُ جو نالو ملا ڦلاريو هو، پاڻ ذات جا چاچڙ هئا. عادل پور، تنهن زماني جو بکر پرڳڻي جو شهر آهي، سندس آبائي ڳوٺ هن شهر جي آس پاس هو. موصوف جو والد سڳورو پرواري ڳوٺ "گهوٺه" جي سيد موسيٰ قادريءَ سان واسطو رکندو هو. (٣٤) هيءُ "گهوٺه" نالي ڳوٺ، گهوٽن جو ڳوٺ هو جو هاڻي گهوٽڪي سڏجي ٿو. اڄ به مٿئين سيد موسيٰ قادري جو خاندان گهوٽڪيءَ ۾ هلندو اچي ٿو ۽ سندس قبر اتي موجود آهي. (٣٥) موصوف تعليم جي شروعاتي پنهنجي ئي ڳوٺ کان ڪئي (٣٦) پر اهو معلوم نه ٿي سگهيو آهي ته اتي ڪنهن وٽ پڙهيو، ڪهڙو مدرسو اتي قائم هو جنهن مان تعليم ورتائين. ڳوٺ ۾ پڙهڻ کان پوءِ موصوف وڌيڪ تعليم لاءِ ٻاهر نڪتو. موصوف جي ٻاهر نڪرڻ جي حوالي سان هڪڙن تذڪره نگارن لکيو آهي ته جوانيءَ جي عمر ۾ پنهنجو ملڪ ڇڏي حرمين شريفين ويو. اها ڳالهه شيخ محمد حيات جي شاگرد غلام علي آزاد لکي آهي ۽ رحمان علي منشي به ان جي پيروي ڪئي آهي. جڏهن ته خليل احمد مرادي سلڪ الدرر ۾ لکيو آهي: ته (پنهنجي ڳوٺ ۾ پڙهڻ کان پوءِ) سنڌ جي مرڪزي شهر ٺٽي ڏانهن روانو ٿيو جتي محمد معين بن محمد امين وٽ علم پڙهيو. ان کان بعد حرمين شريفين ڏانهن هجرت ڪيائين." مولانا عبدالحي لکنوي 'نزهة الخواطر'

۾ پڻ علامہ مراديءَ جي تتبع ۾ هيءَ راءِ اختيار ڪئي آهي.

**مولوي محمد صادق ولد مخدوم عنايت الله:**

مولوي محمد صادق جو پيءُ مخدوم عنايت الله نابين هئڻ باوجود قوي حافظي جو مالڪ هو. ننڍپڻ کان وٺي پيريءَ تائين. جڏهن سندس چيلهہ بہ ڇڄي ٽي وئي هئي، موصوف سڄي عمر عوام کي فيض پهچائيندو رهيو. سندس واعظ جي محفل تمام پر اثر هوندي هئي. باطني شغل بہ پوريءَ طرح سرانجام ڏئي، موصوف دل جي تمام وڏي روشني حاصل ڪري ورتي هئي، ڪيترائي بزرگ سندس توجہ سان فيضياب ٿيا.(٣٧) کيس بہ پٽ هئا هڪ ميان محمد سعيد واعظ. جيڪو درويشيءَ ۾ مشهور ۽ فضيلت سان موصوف رهندي نهايت بزرگيءَ سان زندگي گذاري ويو. ٻيو پٽ هئس مولوي محمد صادق. جيڪو مخدوم محمد معين جي شاگردن مان سيني جو نڪ هو. علامہ وقت ۽ لائق ۽ فائق ٿي گذريو آهي. ان ڪيترن ئي شاگردن کي ڪمال جي درجي تي پهچايو. معقولات ۾ اهو پنهنجي وقت ۾ بي نظير هو. مذڪوره سيد عبداللطيف جو مريد هو. پنهنجي زندگي بي تڪلفيءَ سان پيري مريدي جي رجوعات کان بي نياز ٿي باطني وظائف ۾ مشغول رهي گذاريائين ۽ وفات ڪيائين. (٣٨) مقالات ۾ قانع سندس ذڪر هنن لفظن سان ڪيو آهي: :مخدوم محمد معين جي شاگردن مان سيني کان وڌيڪ رشد ۽ هدايت وارو شاگرد هو. شهر ۾ معقولي علمن ۾ سندس يادگار هو. همعصرن ۾ بينظير هو. البتہ شهرت جي لالچ ۽هوس نہ رکندو هو".

**ميان عنايت الله طالب علم:**

هيءُ مخدوم معين جي مدرسي جو نائب هو ۽ سندس وفات کان پوءِ ڪيترن ئي سالن تائين شاگردن جي حڪمت ۽ تدريس ۾ مشغول رهڻ کان پوءِ فوت ٿيو. (۴)

**مولوي مرزا محمد جعفر شيرازي:**

سنڌ ۾ موصوف ڪٿان ٻاهران اچي وارد ٿيو. ڪٿان آيو؟ سو معلوم نہ ٿي سگهيو آهي. قانع صرف ايترو لکيو آهي تہ: هندستان جي سير جي ارادي سان سنڌ ۾ وارد ٿيو." مقالات الشعراء ۾ مير علي شير قانع لکيو آهي: تہ مخدوم محمد معين سندس جوهر ذاتي ۽ صفاتيءَ جي ڪري کيس پائيندو هو. نواب خدايار خان جي فرزند صاحبزادي بلند قدر ميان خداداد خان وٽ سندس شيخ شڪر الله سفارش ڪئي."(٣٩)

**مير نجم الدين عزلت:**

مير نجم الدين عزلت، بکر جي رضوي خاندان مان مير محمد يوسف جي اولاد مان، مير محمد رفيع جو فرزند هو. مير محمد رفيع هڪ خدا پرست بزرگ هو. شهرت کي پسند نہ ڪندو هو. سندس فرزند مير نجم الدين عزلت، مخدوم محمد معين جو پاٽيجو ۽ شاگرد هو. استاد جي زندگيءَ ۾ ٺٽي علمي مدرسو نهايت خوبيءَ سان آراستہ ڪيائين. طلباءَ جي هڪ جماعت کي تڪميل ڪرايائين. عجيب ۽ غريب تصنيفن جو مالڪ هو. منطق جي رسالي يڪر وزيءَ جي تتبع ۾ ان کان بہ عمدو ۽ وڏو رسالو جنهن ۾ مختلف علم شامل آهن، سو هڪ ڏينهن ۾ تصنيف ڪيائين. موصوف فارسيءَ ۾ نخشبيءَ کان بہ بهتر "طوطي نامہ" نثر ۾ تصنيف ڪيو. شعر بہ عمدو چوندو هو. عزلت تخلص ڪندو هو. سندس وجود غنيمت هو. پر ساڻس زندگيءَ وفا نہ ڪئي. ١١٦٠هہ ۾ وفات ڪيائين. سندس اولاد ۾ مير نثار علي هڪ خاص شان سان زندگي گذاري.(٤٠)

**شرف الدين علي:**

هيءُ نواب مهابت خان جي مصاحبن ۽ همراهن مان هڪ هو. باصلاحيت ۽ فضيلت شعار شخص هو. احتساب جو عهدو ڪيس مليل هو. مخدوم محمد معين کان علمي استفادو حاصل ڪيو هئائين. مخدوم موصوف جي مشهور ۽ ناياب تصنيف "معرفة المحيره"، جيڪا" رموز عقائد صوفيہ"جو شرح هئي، تنهن تي ديباچو لکيو هئائين. شاعري بہ ڪندو هو. عارف تخلص ڪندو هو.

**ميرمرتضيٰ سيوستاني:**

سيوستان جي نجباء ساداتن مان هو. وڏو باصلاحيت طالب علم هو. اتي جي قضائت جي خدمت سندس ذمي هئي. ٺٽي اچي مخدوم محمد معين جي خدمت ۾ علمي رسالا پڙهيو. فقير (قانع) پڻ مراد آباد ۾ سندس خدمت ۾ ويهڻ جو شرف حاصل ڪيو. بزرگي انهن کان پوءِ دنگ آهي.

**نتيجو:**

سنڌ جي صدين جي شاندار علمي تسلسل تحت مخدوم محمد معين جو دور ديني علمن جي تعليم ۽ تدريس ۾ شاندار روايتن جو امين رهيو آهي. سندس دور ۾ تمام گهڻا مدرسا ۽ مڪتب سرگرم عمل رهيا ، جتي حديث، فقہ، منطق، فلسفو ۽ ٻيا ديني علم پڙهيا

پڙهايا ويندا هئا .اهڙن شاندار مدرسن مان مخدوم محمد معين جو مدرسو بہ هڪ هو. جنهن ۾ مسافر طلباءَ لاءِ بورڊنگ جو مفت انتظام ٿيل هو ۽ اهو مخدوم موصوف جي پنهنجي ذمي هو. پنهنجي مدرسي ۾ مخدوم صاحب پاڻ بہ درس تدريس جون خدمتون سرانجام ڏيندا رهيا. سندن مدرسي مان تمام گهڻا عالم پيدا ٿيا جن پنهنجا پنهنجا مدرسا ۽ مڪتب قائم ڪيا ۽ اهي صاحب ارشاد ۽ صاحب فتوا بنيا. مخدوم محمد هاشم ٺٽوي ۽ شيخ محمد حيات جهڙا عالمي شهرت يافتہ عالم بہ سندس مدرسي ۾ تدريس جا فيض يافتہ هئا. مخدوم محمد صادق بہ سندس شاگرد هو ۽ معقولي ۽ منقولي علمن ۾ سندس يادگار رهيو. ميان عنايت الله بہ سندس شاگرد هو ۽ سندس مدرسي جو نائب هو. سندس شاگرد مير نجم الدين عزلت بہ مخدوم موصوف جي حياتيءَ ۾ ئي مدرسو قائم ڪري پڙهائڻ ويٺو ۽ ڪوڙ ڪتاب تصنيف ڪيائين. سندس شاگردن ۾ شرف الدين علي بہ شامل آهي ، جيڪو سرڪار وٽ احتساب جي عهدي تي فائض ٿيو. ان طرح ٻيا بہ ڪوڙ سندن شاگرد, جن جو قانع 'بسياري بہ درس وافاده او صاحب مدرسہ و فتويٰ گرديده,' جي جملي ۾ مبهم ذڪر ڪيو آهي, سي ٿي گذريا آهن.

## حوالا ۽ حواشي :

[١] گيلاني، مناظر احسن، مولانا، "پاڪ و هند ۾ مسلمانون کان نظام تعليم و تربيت" ص ١١٢ مڪتبہ رحمانيہ اردو بازار لاهور، ڇاپو: پهريون.

[٢]. حوالو ساڳيو ص ١١٣

[٣]. الوحيد اسپيشل ايڊيشن، سنڌ آزاد نمبر صفحہ ٤٧

[٤] قدوسي اعجاز الحق: "گنجينہ تاريخ وفات مشاهير" ص :٨ (قلمي) راشدي ڪارنر ريسرچ لائبريري سنڌالاجي

[٥] ڀٽي محمد اسحاق: "فقهاءِ هند" جلد: ٥، ص: ٢٣٣، اداره ثقافت اسلاميہ قلب روڊ لاهور

[٦] ٺٽوي، محمد معين، مخدوم: "سردالاسانيد"مجموعہ رسائل مخدوم محمد معين ٺٽوي (قلمي) مفيد عام لائبريري سيوهڻ

[٧]. مهر، غلام رسول: "تاريخ سنڌ" عهد ڪلهوڙا، صفحہ: ٨٧٤، جلد: ٢، ثقافت ۽ سياحت کاتو حڪومت سنڌ.

[٨]. بکري، شيخ فريد الدين: "زخيرة الخوانين" جلد: ٢، ص:٣١، ڇاپو: ١٩٧٠ع پاڪستان هسٽاريڪل سوسائيٽي ڪراچي.

[٩]. راشدي، حسام الدين: "مير علي شير قانع کي سوانح حيات" تحفة الکرام اردو، ص: ٤٣

[١٠] قانع هن جي ولادت يا وفات، يا ٻيو ڪوبہ تفصيل نہ ڏنو آهي، نہ ٻئي ڪنهن تذڪري مان ان بابت وڌيڪ ملي سگهيو آهي. ٺٽي جي عالمن جي طبقي ۾ قانع جن ٻين عالمن جو ذڪر ڪيو آهي، تن بابت قانع جي تذڪري کان سواءِ معلومات جو ٻيو ڪوبہ ذريعو ڪونهي، ان ڪري تحفة الڪرام مان جيترو معلوم ٿي سگهيو آهي، اهو ذڪر ڪيو ويو آهي

[١١]. قانع، ميرعلي شير: "تحفة الکرام" صفحہ: ٦٥٥

[١٢]. حوالو ساڳيو ص: ٦٦٧

[١٣]. حوالو ساڳيو ص: ٦٦٨

[١٤] ابوالقاسم نورالحق بن درس ابراهيم ٺٽوي(وفات ١١٣٨ھ)، پنهنجي وقت جو وڏو عالم، فاضل ۽ صاحب طريقت بزرگ هو. هن جا وڏا شروع کان شيخ بهاءُالدين ذڪريا ملتانيءَ جي خاندان جا مريد ۽ معتقد هئا. سندن خاندان مان سڀ کان پهريائين سندن پيءُ درس ابراهيم ٺٽي ۾ اچي آباد ٿيو ۽ ٺٽي ۾ ئي وفات ڪيائين. قانع، مير علي شير: "تحفة الکرام" ص: ٧١٣

[١٥]. قانع، مير علي شير: "تحفة الکرام" صفحہ: ٦٧٨

[١٦]. حوالو ساڳيو ص: ٦٨٠

[١٧]. حوالو ساڳيو ص: ٦٨٢

[١٨] اورنگ زيب، مغل شهنشاه شاه جهان کان پوءِ ١٠٦٩ھ/١٦٥٨ع ۾ دهليءَ جي تخت تي ويٺو، ١١١٨ھ /١٧٠٥ع ۾ وفات ڪيائين.

[١٩]. حوالو ساڳيو ص: ٦٨٨

[٢٠] قانع، مير علي شير: "مقالات الشعراءِ" ص: ٢٨٧ سنڌي ادبي بورڊ

[٢١] مولانا عبيدالله سنڌي ١٠ مارچ ١٨٧٢ع ۾ ڄائو، اصل ۾ پنجاب جي شهر سيالڪوٽ جو سک هو، ١٦ سالن جي عمر ۾ مسلمان ٿي سنڌ ۾ حافظ محمد صديق ڀرچونڊيءَ واري وٽ رهڻ لڳو، ان جي محبت کيس هميشہ لاءِ سنڌي بنائي ڇڏيو. ديوبند جو فاضل هو، تحريڪ آزاديءَ جو مجاهد ۽ ع۽يم اڳواڻ هو(حيات تعليمات وافڪار مولانا عبيدالله سنڌي، پروفيسر محمد سرور سنڌ ساگر اڪيڊمي لاهور)

[٢٢]. سنڌي، عبيدالله، مولانا: "خطبات و مقالات مولانا عبيدالله سنڌي" ص: ٦٥ مرتب: پروفيسر محمد سرور، سنڌ ساگر اڪيڊمي لاهور.

[٢٣]. قانع، مير علي شير: "مقالات الشعراءِ" ص: ١٢٢، سنڌي ادبي بورڊ
[٢٤]. حوالو ساڳيو ص: ١٢٣،
[٢٥]. ٺٽوي محمد معين، مخدوم: "دراسات اللبيب في الاسوة الحسنة بالحبيب" ص: ٤٤٦، سنڌي ادبي بورڊ، ١٩٥٧ع
[٢٦]. ٺٽوي، محمد معين، مخدوم، "اكسير الهداية والنفع في جمع احاديث الرفع" ص: ٧٠، مجموعہ رسائل مخدوم محمد معين قلمي، مفيد عام ليبريري سيوهڻ.
[٢٧]. قانع، مير علي شير، ٺٽوي "مقالات الشعراء" (فارسي) صفحہ: ٨٤١، سنڌي ادبي بورڊ، ١٩٥٧ع
[٢٨]. قانع، مير علي شير، ٺٽوي: "تحفة الكرام" اردو، مترجم اختر رضوي صفحہ: ٦٩٦، سنڌي ادبي بورڊ ١٩٥٩ع
[٢٩]. بلوچ نبي بخش، ڊاڪٽر: "مخدوم محمد هاشم ٺٽوي جي سوانح حيات ۽ علميت بابت ڪي ويچار" ٽماهي مهراڻ حيدرآباد شمارو نمبر: ٤، سال: ١٩٨٥ع، صفحہ: ١٣٢
[٣٠]. ٺٽوي، محمد هاشم، مخدوم: "ڪشف الغطاءَ عن ما يحل ويحرم من النوح والبڪاء" (قلمي) قاسميہ لائبريري ڪنديارو
[٣١]. ڏسو حاشيومخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ جو: "حاشيہ غايت مدارج الفڪ لعقدة قولهم اليقين لايزول بشڪ" لمخدوم محمد معين (قلمي) صفحہ: ٢، قاسميہ لائبريري ڪنديارو.
[٣٢]. ٺٽوي محمد هاشم مخدوم: "الحجة القوية في حقيقة القطع باالافضلية" (قلمي) ص: ١، قاسميہ لائبريري ڪنديارو.
[٣٣]. قانع، مير علي شير ٺٽوي، تحفة الكرام" صفحہ: ٥٥٨
[٣٤]. آزاد، غلام علي بلگرامي: "سبحة المرجان في آثار هندستان" صفحہ: ٥٥
[٣٥]. قاسمي، غلام مصطفيٰ، علامہ مقالات قاسمي صفحہ ٤٧٢- ڇاپو ٢٠٠٢ع
[٣٦]. مرادي، خليل احمد: "سلڪ الدرر في اعيان قرة الثاني عشر"
[٣٧]. قانع، مير علي شير: "تحفة الكرام" صفحہ ٦٩٥.
[٣٨]. قانع، مير علي شير: "تحفة الكرام" صفحہ ٦٩٦.
[٣٩]. قانع، مير علي شير: "مقالات الشعراء" صفحہ ١٥٠
[٤٠]. قانع، مير علي شير: "تحفة الكرام" صفحہ ٦٩٦